حصو . الف (گھڻ چونڊائتي سوال)

سوال 1 هيٺين مان صحيح جواب چونڊيو.

1. نوڪري ______ نہ ملڻ جو ڪارڻ ______ آهي.

(الف) خانگي تعليم (ب) ٿوري تعليم (ج) اڌوري تعليم (د) بي مقصد تعليم

2. گائيٽر جي بيماري جو سبب ______ جي ڪوٽ آهي.

(الف) پروٽين (ب) آيوڊين (ج) ڪيلشيم (د) صاف پاڻي

3. ڪربلا جو واقعو ______ سن هجري ۾ پيش آيو.

(الف) 58 هجري (ب) 60 هجري (ج) 61 هجري (د) 70 هجري

4. نصاب ۾ شامل سبق "گنجي ٽڪر جو سير" جو مصنف ______ آهي.

(الف) امر جليل (ب) نور الهدي شاهہ

(ج) ميران محمد شاهہ (د) پير حسام الدين راشدي

5. ڪنهن سمي ______ نالي راجا جونا ڳڙھ تي راڄ ڪندو هو.

(الف) ٻيجل (ب) انيراءِ (ج) راءِ ڏياچ (د) رتنو

6. انگريزن کان اڳ سنڌ تي ______ جو راڄ قائم هو.

(الف) سومرن (ب) ڪلهوڙن (ج) ٽالپرن (د) سمن

7. مارئي جي ماءُ هنن کي ______

(الف) چادر اوڍائي (ب) اجرا اوڍائي (ج) روا اوڍايا (د) وڳا واڍايا

8. موجوده سنڌي رسم الخط ڪي ڪهڙي سن ۾ رائج ڪيو ويو هو.

(الف) 1843 ع (ب) 1854 ع (ج) 1853 ع (د) 1852 ع

9. نيو يارڪ ۾ ڊائون ٽائون جو علائقو ______ لکيو.

(الف) بئنڪن (ب) واپار (ج) اسڪولن (د) بازارن

10. سنڌي ۾ "مقدمتہ الصلوة" نالي ڪتاب ______ لکيو.

(الف) مخدوم نوح (ب) محمد هاشم ٺٽوي

(ج) مخدوم ابو الحسن (د) مخدوم ضياءُ الدين

11. نفاق ۽ انتشار الله جو ______ آهي.

(الف) عذاب (ب) قهر (ج) ڏمر (د) ڪرم

12. شاهہ عبداللطيف جي والد جو نالو ______ آهي.

(الف) شاهہ ڪريم (ب) شاهہ حبيب (ج) شاهہ عنايت (د) سيد ثابت علي شاهہ

13. حضرت انس حضور اڪرم ﷺ جن جي خدمت ۾ ______ سال گذاريا.

(الف) پنج (ب) ست (ج) ڏهہ (د) پندرهن

14. ڪمپيوٽر جي رفتار انساني دماغ کان ______ ڀيرا وڌيڪ آهي.

(الف) 10 لک (ب) 15 لک (ج) 18 لک (د) 20 لک

15. روهڙي شهر کي ______ جي ڪري خاص اهميت آهي.

(الف) گجين جي باغن (ب) ٻن پلين (ج) وار مبارڪ (د) مسجدن